# رياضي

سوال 1: اِڪي عدد ڪهڙا آهن؟
جواب : اهي عدد جن جي ايڪن وارو انگ 1، 3، 5، 7، 9 هجي.
سوال 2: ٻڌي عدد ڪهڙا آهن؟
جواب : اهي عدد جن جي ايڪن وارو انگ 0، 2، 4، 6، 8 هجي.
سوال 3: مفرد عدد ڪهڙا آهن؟
جواب : اهي عدد جن جا پورا ونڊيندڙ صرف ٻه هجن، يعني 1 ۽ پيو پنهنجو پاڻ. مثال: 1،2،3،5،7 وغيره
سوال 4: مرڪب عدد ڪهڙا آهن؟
جواب : اهي عدد جن جا پورا ونڊيندڙ ٻن کان وڌيڪ هجن. مثال : 4،6،8،9،10 وغيره
سوال 5: اٿپور ڇا کي چئجي ٿو ۽ ان جا ڪيترا قسم آهن؟
جواب : پڳل، ٽُٽل ۽ اٿپورن عددن کي اٿپور چئجي ٿو. هن جا ٻه قسم آهن. 1. عام اٿپور 2. ڏهائي اٿپور.
سوال 6: عام اٿپور جا ڪيترا قسم آهن؟
جواب : 1. اڪائي اٿپور 2. واجب اٿپور يا سبتو اٿپور 3 . غير واجب اٿپور يا ابتو اٿپور 4. مرڪب اٿپور يا گڏيل اٿپور.
سوال 7: اڪائي اٿپور ڇاکي چئجي ٿو؟
جوب : اهڙو اٿپور جنهن ۾ انس هميشه هڪ جي برابر هجي تنهن کي اڪائي اٿپور چئجي ٿو.
سوال 8: واجب يا سبتو اٿپور ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اهو اٿپور جنهن جو ڇيد پنهنجي انس کان وڏو هجي ته ان کي واجب اٿپور چئجي ٿو.
سوال 9: غير واجب يا ابتو اٿپور ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اهو اٿپور جنهن جو ڇيد پنهنجي انس کان ننڍو ته هجي ان کي غير واجب اٿپور چئجي ٿو.
سوال 10: مرڪب اٿپور يا گڏيل اٿپور ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اهڙو اٿپور جنهن ۾ سڄو عدد ۽ سبتو اٿپور شامل هجي ته ان کي مرڪب اٿپور چئجي ٿو.
سوال 11: هڪ ملين ۾ ڪيترا لک آهن؟
جواب : 10 لک.
سوال 12: هڪ بلين( 1 ارب ) ۾ ڪيترا ملين آهن؟
جواب : 1000 ملين.
سوال 13: ايراضي ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : ڪنهن به شڪل جي علائقي ۾ سمايل جاءِ کي ايراضي چئبو آهي.
سوال 14: احاطو ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : ڪنهن بند شڪل جي چوڌاري پاسن جي گڏيل مفاصلي کي احاطو چئبو آهي.
سوال 15: سوڙهي ڪنڊ ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اها ڪنڊ جنهن جي ماپ 90 ڊگريءَ کان گهٽ هجي، ان کي سوڙهي ڪنڊ چئجي ٿو.
سوال 16: ڳوني ڪنڊ ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اها ڪنڊ جنهن جي ماپ 90 ڊگري هجي، ان کي ڳوني ڪنڊ چئجي ٿو.
سوال 17: ويڪري ڪنڊ ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اها ڪنڊ جنهن جي ماپ 90 کان وڏي پر 180 کان ننڍي هجي ان کي ويڪري ڪنڊ چئجي ٿو.
سوال 18: سڌي ڪنڊ ڇا کي چئجي ٿو.
جواب : اها ڪنڊ جنهن جي ماپ 180 ڊگري هجي، ان کي سڌي ڪنڊ چئجي ٿو.
سوال 19: ابتي ڪنڊ ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اها ڪنڊ جنهنجي ماپ 180 کان وڏي هجي پر 360 کان ننڍي هجي،ان کي ابتي ڪنڊ چئجي ٿو.
سوال 20: ڪامپليمينٽري ڪنڊون ڇا کي سڏجي ٿو؟
جواب : ٻه ڪنڊون جن جي ماپ جو جوڙ 90 هجي، انهن کي ڪامپليمينٽري ڪنڊون سڏجي ٿو.
سوال 21: سپليمينٽري ڪنڊون ڇا کي سڏجي ٿو؟
جواب : ٻه ڪنڊون جن جي ماپ جو جوڙ 180 هجي، انهن ڪنڊن کي سپليمينٽري ڪنڊون سڏجي ٿو.
سوال 22: پاسن جي لحاظ کان ٽڪنڊي جا ڪيترا قسم آهن؟
جواب : ٽي قسم آهن. 1. ٽيور پاسو ٽڪنڊو 2. ٻيور پاسو ٽڪنڊو. 3. اٿپور پاسو ٽڪنڊو.
سوال 23: ڪنڊن جي لحاظ کان ٽڪنڊي جا ڪيترا قسم آهن؟
جواب : ٽي قسم آهن. 1. سوڙهي ڪنڊ ٽِڪنڊو 2. ويڪري ڪنڊ ٽِڪنڊو 3. ڳوني ڪنڊ ٽِڪنڊو.
سوال 24: هئپاٽِينيُوز ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : ڳوني ڪُنڊ ٽِڪنڊي ۾ ڳوني ڪنڊ جي سامهون واري پاسي کي هئپاٽِينيوز چئجي ٿو.
سوال 25: چوڪندو ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : چئن پاسن واري بند شڪل کي چوڪندو چئجي ٿو.
سوال 26: چوڪندي جي چئني ڪنڊن جو جوڙ ڇا آهي؟

جواب : 360.
سوال 27: چوڪندي جا ڪهڙا قسم آهن؟
جواب : چورس، مُستطيل، پوروچوٽ پاسو چوڪندو، رامبس، ٽريپيزم ۽ لغڙ.
سوال 28: چورس چا کي چئجي ٿو؟
جواب : اهو چوڪندو جنهن جا چار ئي پاسا برابر هجن ۽ هر ڪنڊ جي ماپ 90 هجي.
سوال 29: مستطيل چا کي چئجي ٿو؟
جواب :اهو چوڪندو جنهن جا آمهون سامهون وارا پاسا پاڻ ۾ برابر هجن، هر ڪنڊ جي ماپ 90 هجي.
سوال 30: گول چا کي چئجي ٿو؟
جواب : اهڙي گولائي واري بند شڪل جنهن جو هر هڪ ٽُبڪو ڏنل مرڪزي ٽُبڪي کان هڪ جيتري مفاصلي تي هجي. گول جي ڪل ماپ 360 هوندي آهي.
سوال 31: نسبت چا کي چئجي ٿو؟
جواب ساڳي قسم جي ٻن شين جي پاڻ ۾ ڀيٽ کي نسبت چئجي ٿو.
سوال 32: تناسب چا کي چئجي ٿو؟
جواب : ٻن نسبتن جي پاڻ ۾ برابري کي تناسب چئجي ٿو.
سوال 33: سراسري چا کي چئجي ٿو؟
جواب : اُهو تعداد، جيڪو مليل گهڻين رقمن جي تعداد جي نمائندگي ڪري.
سوال 34: ننڍي عام ڀچ اُپت چا کي چئجي ٿو؟
جواب : اهو ننڍي ۾ ننڍو عدد جنهن کي مليل عددن سان پورو پورو ونڊي سگهجي.
سوال 35: وڏو عام پورو ونڊيندڙ چا کي چئجي ٿو؟
جواب : اهو وڏي ۾ وڏو عدد جنهن سان مليل عدد کي پورو پورو ونڊي سگهجي.
سوال 36: 1 ڪلوميٽر ۾ ڪيترا ميٽر آهن؟
جواب : 1000 ميٽر.
سوال 37: 1 ميٽر ۾ ڪيترا سينٽي ميٽر آهن؟
جواب : 100 سينٽي ميٽر.
سوال 38: 1 سينٽي ميٽر ۾ ڪيترا ملي ميٽر آهن؟
جواب : 10 ملي ميٽر.

## بادماس( BODMAS ) جي اصول جي بنيادي عملن جي ترتيب

حسابي عملن جي ترتيب ياد ڪرڻ لاءِ بادماس (BODMAS) اُصُول ٺاهيو ويو آهي

| B | Bracket | بريڪيٽ | ننڍي ڏنگي ( ) ۾ آيل عمل |
|---|---|---|---|
| O | Of | آف ( جو ) | “ جو ” يعني ضرب ( X ) ڪرڻ |
| D | Division | ونڊ ڪرڻ | ÷ |
| M | Multiplication | ضرب ڪرڻ | X |
| A | Addition | جوڙ ڪرڻ | + |
| S | Subtraction | ڪٽ ڪرڻ | – |

## وقت جي جدول

1 سال = 365 ڏينهن
1 مهينو = 30 ڏينهن
1 هفتو = 7 ڏينهن
1 ڏينهن = 24 ڪلاڪ
1 ڪلاڪ = 60 منٽ.
1 منٽ = 60 سيڪنڊ

# رومن عدد( هڪ کان سو تائين )

| I = 1 | V = 5 | X = 10 | L =50 | C=100 | D=500 | M=1000 | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 1<br>I | 2<br>II | 3<br>III | 4<br>IV | 5<br>V | 6<br>VI | 7<br>VII | 8<br>VIII | 9<br>IX | 10<br>X |
| 11<br>XI | 12<br>XII | 13<br>XIII | 14<br>XIV | 15<br>XV | 16<br>XVI | 17<br>XVII | 18<br>XVIII | 19<br>XIX | 20<br>XX |
| 21<br>XXI | 22<br>XXII | 23<br>XXIII | 24<br>XXIV | 25<br>XXV | 26<br>XXVI | 27<br>XXVII | 28<br>XXVIII | 29<br>XXIX | 30<br>XXX |
| 31<br>XXXI | 32<br>XXXII | 33<br>XXXIII | 34<br>XXXIV | 35<br>XXXV | 36<br>XXXVI | 37<br>XXXVII | 38<br>XXXVIII | 39<br>XXXIX | 40<br>XL |
| 41<br>XLI | 42<br>XLII | 43<br>XLIII | 44<br>XLIV | 45<br>XLV | 46<br>XLVI | 47<br>XLVII | 48<br>XLVIII | 49<br>XLIX | 50<br>L |
| 51<br>LI | 52<br>LII | 53<br>LIII | 54<br>LIV | 55<br>LV | 56<br>LVI | 57<br>LVII | 58<br>LVIII | 59<br>LIX | 60<br>LX |
| 61<br>LXI | 62<br>LXII | 63<br>LXIII | 64<br>LXIV | 65<br>LXV | 66<br>LXVI | 67<br>LXVII | 68<br>LXVIII | 69<br>LXIX | 70<br>LXX |
| 71<br>LXXI | 72<br>LXXII | 73<br>LXXIII | 74<br>LXXIV | 75<br>LXXV | 76<br>LXXVI | 77<br>LXXVII | 78<br>LXXVIII | 79<br>LXXIX | 80<br>LXXX |
| 81<br>LXXXI | 82<br>LXXXII | 83<br>LXXXIII | 84<br>LXXXIV | 85<br>LXXXV | 86<br>LXXXVI | 87<br>LXXXVII | 88<br>LXXXVIII | 89<br>LXXXIX | 90<br>XC |
| 91<br>XCI | 92<br>XCII | 93<br>XCIII | 94<br>XCIV | 95<br>XCV | 96<br>XCVI | 97<br>XCVII | 98<br>XCVIII | 99<br>XCIX | 100<br>C |

# ڪجهه پيا اهم رومن عدد

| 101 | 212 | 353 | 404 | 555 | 846 | 927 | 1008 | 1999 | 2420 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| CI | CCXII | CCCLIII | CDIV | DLV | DCCCXLVI | CMXXVII | MVIII | MCMXCIX | MMCDXX |

سوال1: جاميٽري (Geometry) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: زمين جي ماپ جي علم کي جاميٽري چئبو آهي.
سوال2: جاميٽري ڪهڙي ٻولي جو لفظ آهي؟
جواب: جاميٽري لاطيني ٻولي جو لفظ آهي. جيڪو ٻن لفظن جو ميلاپ آهي. جيو (GEO) معني زمين ۽ ميٽري (Metry) معني ماپ.
سوال3: ٽپڪو (POINT) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: ڪنهن جاءِ جي بيهڪ ظاهر ڪندڙ نقطي کي ٽپڪو چئبو آهي.
سوال4: ليڪ ٽڪر ڇا کي چئبو آهي
جواب: ٻن ٽپڪن جي وچ واري رستي کي ليڪ ٽڪر چئبو آهي.
مثال: A ليڪ ٽڪر B

سوال5 شعاع (RAY) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: ٽپڪن جو اهڙو رستو جنهن جي منڍ جي خبر هجي پر ڇيڙي جي خبر نه هجي ان کي شعاع چئبو آهي.
مثال:
A شعاع B
سوال6: ليڪ (LINE) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: ٽپڪن جو اهڙو رستو جنهن جي منڍ ۽ ڇيڙي جي خبر نه هجي ان کي ليڪ چئبو آهي.
مثال:
A ليڪ B
سوال7: ڪند (ANGLE) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙي جاءِ جتي ٻه ليڪون هڪ ٻئي کي ڪٽين ته ان جاءِ کي ڪند چئبو آهي.
مثال: ڪند

سوال8: ڪندن جا ڪيترا ۽ ڪهڙا قسم آهن؟
جواب: ڪندن جا 5 پنج قسم آهن.

1. سوڙهي ڪند

2. گوني ڪند
90

سوال9: سپليمينٽري ڪندون ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙيون به ڪندون جن جو جوڙ 180 ڊگري هجي انهن کي سپليمنٽري ڪندون چئبو آهي.

مثال: سپليمنٽري ڪندون

100 80

سوال10: ڪامپليمينٽري ڪندون ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙيون به ڪندون جن جو جوڙ 90 ڊگري هجي انهن کي ڪامپليمينٽري ڪندون چئبو آهي.
مثال: ڪامپليمينٽري ڪندون

45 45

سوال11: ٽڪندو ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙي بند شڪل جنهن کي ٽي ڪندون ۽ ٽي پاسا هجن ته ان کي ٽڪندو چئبو آهي.

مثال : ٽڪندو

**ٽڪنڊي جا قسم:**

| پا سن جي لحاظ کان | ڪنڊن جي لحاض کان |
|---|---|
| 1. اپور پاسو ٽڪندو | 1. گوني ڪنڊ ٽڪندو |
| 2. پيور پاسو ٽڪندو | 2. سوڙهي ڪنڊ ٽڪندو |
| 3. اٽپورپاسوٽڪندو | 3. ويڪري ڪنڊ ٽڪندو |

سوال12: چوڪندو ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙي بند شڪل جنهن جون چار ڪندون ۽ چار پاسا هجن ته ان کي چوڪندو چئبو آهي.
مثال: چورس

**چوڪندي جا قسم:**

1. چورس 2. مستطيل 3. پور وچوٽ پاسو چوڪندو 4. رامبس 5. ٽريپرم 6. لغڙ

سوال13: چورس (Square) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙو چوڪندو جنهن جا چارئي پاسا ماپ ۾ برابر هجن ۽ چارئي ڪندون گونيون هجن ان کي چورس چئبو آهي.
سوال14: مستطيل (Rectangle) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙو چوڪندو جنهن جا آمهون سامهون وارا پاسا پاڻ ۾ برابر هجن ۽ چارئي ڪندون گونيون هجن ته ان کي مستطيل چئبو آهي.
مثال: مستطيل

سوال15: گول (Circle) ڇاکي چئبو آهي؟
جواب: ٽيڪن جو اهڙو رستو جيڪو مرڪز جي چوڌاري هڪ جيتري مفاصلي تي ڦري اچي ته ان کي گول چئبو آهي.
مثال:

سوال17: قطر (Diameter) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙو سڌو ليڪ ٽڪر جيڪو گول کي ٻن برابر حصن ۾ ورهائي ته ان کي قطر چئبو آهي.
مثال: قطر

سوال16: مرڪز(Center) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : گول جي وچ واري کي مرڪز چئبو آهي.
سوال18: نيم قطر يا ريڊاس نيم قطر(Radius) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: اهڙو سڌو ليڪ جيڪو گول جي ڪنهن به ٽيڪي کان نڪري مرڪز تائين پهچي ته ان کي نيم قطر چئبو آهي

مثال : نيم قطر

سوال19: احاطو (Perimeter) ڇا کي چئبو آهي؟

جواب: ڪنهن به بند شڪل جي سيني پاسن جي ماپ جي جوڙ کي احاطو چئبو آهي.
سوال20: ايراضي (Area) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب: ڪنهن به بند شڪل جي والاريل علائقي جي ماپ کي ايراضي چئبو آهي.

*پورو ٿيو*